كَندڙيءَ جو كلتار

# صوفي روحل فقير

مرتب

ڊاڪٽر نواز علي شوق



Published on the Occasion of
SUKKUR THROUGH CENTURIES
NATIONAL SEMINAR-2001





ڪتاب جو نالو: صوفي روحل فقير
مرتب: ڊاڪٽر نواز علي شوق
ڇاپو پهريون: مئي ٢٠٠١ع
ڇپيندڙ: پويٽ پريس خيرپور
ٽائيٽل: سنڌيڪا اڪيڊمي
ڇپائيندڙ: سکر هسٽاريڪل سوسائٽي، سکر
اهتمام: ڊاڪٽر ڪليم لاشاري

قيمت: =/100 رپيا

ملڻ جا هنڌ
سنڌيڪا زونل آفيس
١٩ - بلديه پلازا گهنٽا گهر چوڪ سکر
ڪاٺياواڙ اسٽور اردو بازار ڪراچي
سنڌ بوڪ ڪلب گاڏي کاتو حيدراباد
رابيل بوڪ شاپ المنظر لاڙڪاڻو


# فهرست

# پبلشر نوٽ

هيءَ هڪ حقيقت آهي تہ ڪلهوڙن جو دور سنڌي ادب جو سونهري دور هو. هن دور ۾ بلند پايہ شاعر پيدا ٿيا. شاهہ لطيف جهڙو عظيم شاعر بہ هن ئي دور ۾ پيدا ٿيو. هن دور ۾ سنڌي بيت ۽ ڪافي ترقي ڪئي. ڪي نيون صنفون ايجاد ٿيون. مطلب تہ سنڌي ادب هر لحاظ سان مالا مال ٿيو. روحل فقير جو جنم بہ هن ئي سونهري دور ۾ ٿيو. پر افسوس جو ههڙي صوفي بزرگ ۽ شاعر تي ڪو خاطر خواهہ ڪم ڪونہ ٿيو. آفرين آهي مرحوم. لطف الله بدوي کي. جنهن ڪنڊڙيءَ جي پن صوفي شاعرن روحل فقير ۽ مراد فقير جو ڪلام سهيڙي "ڪنڊڙي وارن جو ڪلام" نالي سان ترتيب ڏنو. جيڪو ادبي بورڊ پاران ڇپجي چڪو آهي. جيڪڏهن غور سان ڏٺو وڃي تہ ان ۾ ٻنهي شاعرن جو سمورو ڪلام شامل نہ آهي. روحل ۽ مراد فقير سنڌيءَ سان گڏ هندي جا بہ وڏا شاعر هئا. پر بدوي مرحوم واري ڪتاب ۾ ٻنهي شاعرن جو هندي ڪلام شامل نہ آهي. ان کان علاوهہ ڪنڊڙيءَ جي ٻين شاعرن تي بہ ڪا خاص تحقيق ڪانہ ڪئي وئي آهي. تهنڪري ان ڳالهہ جي سخت ضرورت محسوس ٿي رهي هئي. تہ ڪنڊڙي جي ڪلتارن جو سمورو ڪلام ڪٺو ڪري ڇپرايو وڃي. اهو اسان جي اشاعتي پروگرام ۾ شامل آهي. پر في الحال وقت جي تنگي سبب اسان فقط روحل فقير جو ڪلام ڇپرائي رهيا آهيون. ان کانپوءِ ٻين شاعرن جو ڪلام ڇپرايو ويندو.

ڊاڪٽر نواز علي شوق سنڌ جو هڪ سڄاڻ اديب آهي. هن سنڌي ڪلاسيڪي شاعري. خاص طور حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ۽ سچل سرمست تي قابلِ تعريف تحقيق ڪئي آهي. هيءَ ڪتاب شوق صاحب وڏي محنت ۽ محبت سان تيار ڪيو آهي. مون کي ذاتي طور معلوم آهي تہ هن ڪنڊڙيءَ ۾ رکيل ڪنڊڙي جي ڪلتارن واري قلمي بياض کان علاوهہ اختر درگاهي واري بياض ۽ ڪن ٻين قلمي بياضن جي مدد سان روحل فقير جو ڪلام ڪٺو ڪيو آهي. ان کان علاوهہ شوق صاحب روحل فقير جو هندي ڪلام پڻ هن ڪتاب ۾ شامل ڪيو آهي ۽ ڏکين لفظن خاص ڪري هندي

زبان جي ڏکين لفظن جي معنيٰ پڻ ڏني آهي، جيڪا تمام ضروري هئي.

اسان کي خوشي آهي ته پهريون ڀيرو روحل فقير جو سنڌي سرائڪي ۽ هندي ڪلام سکر هسٽاريڪل سوسائٽي پاران ”سکر صدين کان سيمينار“ جي موقعي تي ڇپجي پڌرو ٿي رهيو آهي. ان لاءِ اسان سکر هسٽاريڪل سوسائٽي جي سرپرست ۽ سکر نيشنل سيمينار جي روح روان ڊاڪٽر ڪليم الله لاشاري صاحب جا بيحد ٿورائتا آهيون جنهن اسان جي هر طرح مدد ڪئي ۽ هي ڪتاب شاندار نموني ڇپجي پڌرو ٿيو.

سکر سنڌ — اياز گل

٢٠ آڪٽوبر سنه ٢٠٠٠ع — سيڪريٽري

اشاعتي ڪاميٽي

[redacted]



# مقدمو

**سوانح:** روحل فقير جا وڏا اصل ۾ ساهيوال جي هڪ ڳوٺ لونگڙيءِ جا رهاڪو هئا. روحل فقير جو والد شاهو فقير ڪلهوڙن جي دور ۾ ڪنهن سبب اتان لڏي اچي عمر ڪوٽ ويجهو هڪ پٽ تي آستانو اڏي ويهي رهيو. ان پٽ کي اڄ به ”روحل جي پٽ“ چيو ويندو آهي. پراهو ڳوٺ هنيئر ڦٽي ويو آهي. شاهو فقير کي ٽي پٽ هئا. سلطان، روحل ۽ ميوو. انهن مڙني مان روحل مشهور ٿيو. هو ذات جو زنگيجو هو. جيئن پاڻ ئي چيو اٿائين:

لوڪ آکي هي روحل بولينداٰ.
ڪوئي آکي هي ذات زنگيجا.
نهين روحل، نهين ذات زنگيجا.
اي ڪو سر الاهي هي.

روحل جي ابتدائي زندگي ۽ تعليم تربيت متعلق ڪا معلومات نه ٿي ملي. باقي سندس ڪلام جي مطالعي جي آڌار تي چئي سگهجي ٿو ته هن عربي فارسي جي تعليم حاصل ڪئي هئي. جيئن ته ٿر جي آسپاس هنديءَ جو رواج گهڻو هو، تنهنڪري هن هندي زبان تي به دسترس حاصل ڪئي. ان جو ثبوت سندس هندي ڪلام آهي. جوڌپور جي راجا بجيه سنگ سان سندس ڄاڻ سڃاڻ هئي. هن پنهنجي هڪ هندي تصنيف ”اگم وارتا“ جوڌپور جي والي راجه بجيه سنگ لاءِ تيار ڪئي هئي. اهو ڪلام سوال جواب جي صورت ۾ آهي. راجا جي هڪ درباري پنڊت ايسر سنگ راجا جي سامهون فقير صاحب کان ڪي سوال ٿي پڇيا. روحل فقير ان جا جواب ڏيندو رهيو.

مرحوم لطف الله بدوي لکيو آهي ته ”تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ، جڏهن فقير صاحب جوانيءَ جي سن کي پهتو، تڏهن ان وقت ڪلهوڙن جي دور ۾، سرڪاري ملازمت ۾ گهڙيو هو ۽ ميان غلام شاهه جي دور ۾ ترقي ڪري وزير جي عهدي تي وڃي پهتو هو... جيئن زباني روايتون آهن راڄي ليکيءَ جي مدد سان، روحل فقير به سرڪاري ملازمت ۾ داخل

ٿيو."[1] پر ڪجهه عرصي کان پوءِ سرڪاري نوڪري ڇڏي ڏنائين. فقير صاحب ميان غلام شاهه جي ملازمت ڇو ڇڏي؟ ان لاءِ لطف الله بدوي مرحوم جي راءِ آهي ته راڃي ليکي جون مير بهرام خلاف سازشون ڏسي هن نوڪري ڇڏي ڏني. ان مامري ۾ ڊاڪٽر عطا محمد حامي مرحوم جي راءِ وڌيڪ وزندار معلوم ٿئي ٿي. حامي مرحوم پنهنجي مضمون "ڪنڊڙيءَ جا ڪلتار" ۾ لکيو آهي ته "ميان غلام شاهه حرمين شريفين مان هڪ ڪفن آندو هو ۽ ان کي زم زم جي پاڻيءَ ۾ تر ڪري متبرڪ سمجهي پنهنجي لاءِ رکيو هئائين. مگر سندس وفات وقت ان جي پٽ ميان سرفراز خان[2] اهو ڪفن پنهنجي پيءُ کي ڏيڻ جي عيوض پنهنجي لاءِ رکي ڇڏيو."[2]

انهيءَ واقعي کيس ايڏو ته متاثر ڪيو جو نه فقط نوڪري ڇڏي ڏنائين، پر دنيا جي ڌنڌن کان به بيزار ٿي پيو ۽ حقيقي مرشد جي تلاش ۾ نڪري پيو. گهمندي ڦرندي اچي جهوڪ ميران پور پهتو ۽ شاهه عزت الله جو مريد ٿيو. پورا پنجويهه سال مٿيون پريائين ۽ چلا ڪڍيائين. مرشد مٿس مهربان ٿيو. سندس من جون مرادون پوريون ٿيون ۽ سندس دل کي سڪون مليو. پوءِ مرشد کيس وڃڻ جي اجازت ڏني ۽ چيائينس، "ته فقير تنهنجي رهڻ جي جاءِ اها آهي، جتي توکي خود بخود روڪ ٿئي". روحل فقير مرشد جي حڪم موجب هڪ ڳوٺ کان ٻئي ڳوٺ هڪ شهر کان ٻئي شهر هلندو رهيو. آخر هلندي هلندي هڪ جاءِ تي سندس پهرياڻ هڪ ڪنڊيءَ جي لام ۾ اٽڪي پيو. پوءِ فقير ان هنڌ لڌو لاهي ويهي رهيو. ٿوري وقت اندر اتي هڪ ڳوٺ ٻڌجي ويو ۽ اهو ڳوٺ "ڪنڊڙي" جي نالي سان مشهور ٿي ويو جتي ڪيترائي عشق جا اڃايل اچي پنهنجي اُڃ لاهڻ لڳا.

ان وقت خيرپور جو حڪمران مير سهراب خان هو. مير صاحب به روحل فقير جو معتقد هو. کيس ڪوٽ ڏيجي ويجهو ڪوٽلي ۾ زمينون ڏنائين. روحل فقير ڪڏهن ڪڏهن مير صاحب وٽ ويندو هو. جتي شادي شهيد ۽ ٻيا گهڻائي امير ڪبير موجود هوندا هئا. مير صاحب روحل فقير کان سندس صوفيانو ڪلام وڏي ذوق شوق سان ٻڌندو هو.

روحل فقير سنه ۱۸۰۴ع ۾ وفات ڪئي. سندس آخري آرام گاهه ڪنڊڙي ۾ آهي. جتي هر سال ميلو لڳندو آهي. سنڌ کان سواءِ هند جا به ڪيترائي مريد ۽ عقيدتمند اچي حاضر ٿيندا آهن. روحل فقير جي وصال کان پوءِ سندن وڏو پٽ شاهو فقير ثاني گاديءَ تي ويٺو. هُو به پنهنجي پيءُ وانگر نه فقط صوفي درويش هو. پر سٺو شاعر به هو. نموني خاطر سندس هڪ ڪافي ڏجي ٿي.

موري منڌري ۾ صاحب آيا.
مين ڀهون سک پايا
تن من سين واري جاوان
ستگر سبد سنايا
پريم پيالا هادي دتا
جس ني جوت جگايا
دسوين دوار رمز رلا ڪي
انحد نار بجايا
ڪهي شاهو سن گر روحل
چرني سيس ڪپايا

شاهو فقير سنه ۱۸۱۵ع ۾ وفات ڪئي. سندس وفات کان پوءِ روحل فقير جي ٻئي نمبر پٽ غلام علي فقير فقيرائي گادي سنڀالي. هو هڪ سچو صوفي اهلِ دل درويش ۽ سهڻو شاعر هو. سندس ڪافيون فني ڪمال جو چٽو ثبوت آهن. فقير صاحب جو سمورو ڪلام صوفيانو آهي. هتي سندس به ڪافيون ڏجن ٿيون.

جلي ويا جولان ۾ جيئي.
ڪاڻ تنهي ڪُسڻ ڪيهي.
عشق عاشقن بسمل ڪر چُم چايو.
برهه جي آڙهه ۾ جن جيءُ جلايو.
سُوري پانئن سيج سيئي
شاهه حسن جن تي ڪيو نظارو
مجنون ويڙهن وچ ۾ فرهاد ڏونگر ڏاريو.
شاهي رانجهن ترڪ ڪيئي
پرڪر جام شهودي پيتائون.

ڪسڻ قبول ڪربل منجهہ ڪيائون.

سوڌا ٿيا سر ڏيئي

آڪي غلام علي تڪي مون بحردي.

گهبر انهيءَ سي گهرن سڪ جنين قلزم دي

ماڻهن عبث اهيئي

•

مهاڻيءَ جي من ۾. آهي سمون سدا ساڻ
سميون سيئي سومريون هن حسن ۾ ميران
سر جو سودو سٽ ۾. وڃئون پاڻ نہ آڻ
پرجهي ڏس تون پاڻ ۾. الستي اهڃاڻ
چوٽي ڳولين تو ميان. آهي سوئي توئي ساڻ
سون مياٽي سونُ تي خزاني جي ڪاڻ
تڙ تماچي آئيو هن ڪڪيءَ هاٽي ڪاڻ
منجهہ ملاحن جي هادي هلي آيو هاڻ
غلام علي صدقي ڪريان. پرين مٿان پاڻ

سندس وفات ١٨٣٩ع ۾ ٿي. ان ڪانپوءِ سندس فرزند روحل ثاني فقراهي گادي وسائي. اهڙيءَ ريت روحل فقير جي گادي سندس اولاد سنڀاريندي رهي.

روحل فقير جو ٽيون نمبر فرزند خدا بخش فقير مراد فقير جو پاٽيجو هو. هيءُ فقير بہ سٺو شاعر هو. هتي نموني خاطر سندس هڪ ڪاي ڏني وڃي ٿي.

•

آءُ مل پيارا، جيءَ جيارا
سوا يار تنهنجي گوندر گذارا

تنهنجي وڇوڙي، وڌونهوڙي
هيڪر هلي آ محب موچارا

راتيون ڏينهان رڙان ٿي، آهون ڪريان ٿي
ڪيا سوز تنهنجي اندر اوتارا

اڱڻ آءُ منهنجي، ساڙيو سڪ تنهنجي
ايذا نہ ڪر يار مون ڪان پسارا

ڪندين ڪا پلائي، ايندين جانب جائي
تنهنجي اچڻ لئہ مان تڪيان ٿي تارا

خدا بخش سارون، لهہ تون سنڀارو
دير نہ سنهان ٿي مان، سخن سچارا

سندس وفات ١٨٤٣ع ۾ ٿي. ڪانئس پوءِ روحل فقير جو ننڍو فرزند دريا خان پڻ مراد فقير جو پاٽيجو هو. ڪيس شاعري ۽ فقيريءَ وارو فيض پنهنجي پيءُ ۽ مامي کان مليو. روحل ۽ مراد کان پوءِ ٻين ڪنڊڙي جي ڪلتارن جي پيٽ ۾ سندس شاعريءَ جو درجو مٿاهون آهي. هتي نموني خاطر سندس ڪلام مان ڪافيون ڏجن ٿيون.

•

ميخاني وچ مليا يار، وڃڻ مسيتين ڪيها مقصد،
هتئون هادي جام پيتوسي، کهنا ڪيف ڪلال ڏتوسي
تنهين دي خاص خمار، تالان ڪيتوسي تسبيح تهجد
مڪ محراب سڄڻ دي صورت بيرنگي موهيا موهن مورت
بتخاني ڪنون تي بيزار، من مڪان ٿيوسي مسجد
ميخاني وچ مست ٿيوسي، سجد سجائد پل ڳيوسي
آپ اتي آيا اعتبار، ورد وظيفي ٿيوسي سڀ رد
"دريا خان" آپ وچون نہ آٿين، حق سڄاڻين غير نہ آٿين،
ڪول اکين تان هيئين اظهار، الله مرشد هڪائي هي حد.

•

آءُ ڪانگا ڪر ڳالهہ، مون سان تن ماروئڙن جي،

ماروئڙن جي سانگيئڙن جي،

ٻن عمر تنهنجا ماڙيون بنگلا.
ڪُهہ ڪنگڻ ڪنمال.....

پيٽ پهريندس ڪينڪي عمر،
ور لوئي سا لال.....

آءُ ڏهاڳڻ جن ريءَ هتڙي.
خوش وسن سي شال.....

دريا خان ماروئڙن ريءَ هتڙي.
هئي هئي ڀهڙا حال.....

روحل فقير ۽ سندس اولاد جو ذڪر مختصر طور متي ڏنو ويو آهي. هن خاندان جو هڪ ٻيو وڏو شاعر مراد فقير هو. جيڪو روحل فقير جو ويجهو مائٽ ۽ سالو بہ هو. پنجاب مان لڏ پلاڻ وقت هو روحل فقير سان گڏ هو ڪيس روحاني فيض روحل فقيز ڪان حاصل ٿيو. ڪجهہ وقت ڪنڊڙيءَ ۾ رهي پوءِ اچي ڪوٽلي ۾ رهڻ لڳو. اتي ڪوهہ ڪٽائي ميرن ڪان مليل زمينون اچي آباد ڪيائين. اهو قتل ڪوهہ اڄ بہ زنگيجن جو ڪوهہ سڏيو ويندو آهي. سندس وصال ١٧٩٦ع ۾ ٿيو. سندس آخري آرام گاهہ بہ اتي ئي آهي. هتي سندس ڪلام مان هڪ ڪافي ڏجي ٿي.

•

ڪيتئي يار دي نال جو وعيد. ميان
درد والي رک ديد. ميان!
وحدت دي وڻجاري هو ڪي ڏيندي
در در هل من مزيد. ميان!
سرڏي سودي سورهيہ ڪردي
سولي چڙهہ ٿيون شهيد. ميان!
مار مدد ڪون مل ڪر دور ڪرو
چوڙ وچي يهودي يزيد. ميان
حب الوطن ايمان اساڏا
مراد ڪرين ايهہ عيد. ميان!

مراد فقير بلند پايہ شاعر هو. هو سنڌي سرائڪي ۽ هندي ڪان سواءِ فارسي زبان جو بہ اعليٰ شاعر هو. سندس فارسي ديوان قلمي صورت ۾ موجوذ آهي ۽ سندس سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام ڇپجي چڪو آهي.



## شاعري

### سنڌي

هيءَ بہ هڪ حقيقت آهي تہ سنڌ ۾ هندي شاعري جي شاندار عمارت روحل ئي مضبوط بنيادن تي تعمير ڪئي. ڪانئس پوءِ صوفي دلپت سيوهاڻي پڻ اهو گس ورتو. هُو روحل جي هندي سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام ڪان گهڻو متاثر هو. سندس ڪلام ۾ اها ئي ويدانت وائي نظر ايندي. جيڪا روحل جي ڪلام جو اهم جز آهي. ان ڪان علاوه دلپت بہ روحل وانگر هندو مسلم ايڪتا جو درس ڏنو آهي. روحل جو هڪ بيت آهي:

ڪفر ۽ اسلام ۾ ٽا پرن ابتا پير،
هڪ هندو ٻيو مسلمان، ٽيون وچ وڏائون وير،
انڌن اوندهہ نہ لهي. تن ڪي ڪي سچ چوندو ڪير؟
پر روحل راهہ پرين جو. جان گهڙي ڏنو سون گهيرُ
رب مڙي ۾ هيڪڙو. جنهن ۾ ڦند نہ ڦير.
سا ڪاڏي ڪندي پيرُ. جا سُتي ڪعبتہ الله ۾.

ان بيت ڪان متاثر ٿي دلپت ساڳئي قافيي ۾ هي بيت چيو:

ڇاڪي وڏو پاڻ ۾. ترڪن واٽين وير،
جي پير ۾پاڻ ڏٺي. تان ڪرڙ ۾ ڪيرُ،
ڪک پن ۾ پڌرو آهي، پريان سندو پيرُ،
انڌا. ڪاٺا ڪينڪي. لهن هن پونءِ جو پير،
ڪو سچو پسي سير، دلپت چوي دوست جو.

روحل شاهہ لطيف جو شيدائي هو. سندس لنؤ لنؤ ۾ لطيفي لات لڪل هئي. پنهنجي هڪ سي حرفي ۾ فرمائي ٿو:

✓ لنؤ لنؤ دي وچ لات لطيفي اور نہ ڪوئي ٻولي.

لطيفي فڪر ڪان متاثر ٿي. هن پنهنجي ڪن بيتن ۾ اها ئي لات بيان ڪئي آهي. شاهہ لطيف فرمائي ٿو:

وڃين چو وڻڪار. هت نہ ڳولين هوت ڪي.
لڪو ڪين لطيف چئي ٻاروچو ٻئي پار،

نائي نيڻ نهار، تہ ۾ ڏيرو دوست جو.

اها ساڳي ڳالهہ ساڳئي قافيي ۾ روحل هن ريت بيان ڪئي آهي:

ٻڏان جان ٻيهار، تان تون اکين ڪان ٻيي اوڏڙو،
"روحل" وسين روح ۾، وٽ نہ پانئيان وار،
جيئن جو سج صبوح جو، ٿو ڪري باغ بهار،
بيت نہ پانڃو ماڻهوءَ! هي وحدت جو ويچار،
دل ۾ ڪيا ديدار، عشق جنين اکين سين.

شاه ڀٽائي فرمايو:

بيت نہ ڀانيو ماڻهوءَ هي آيتون آهين.

روحل انهيءَ رنگ ۾ هڪ مصراع چئي اهو اظهار ڪيو تہ سندس بيت وحدت جو ويچار آهن:

بيت نہ پانڃو ماڻهوءَ هي وحدت جو ويچار

بيشڪ روحل وحدت واري واٽ جو پانڌيڙو هو. هو ٻين کي پڻ وحدت واري واٽ وٺڻ ۽ انهيءَ رمز ۾ رهڻ جي هدايت ڪري ٿو، چوي ٿو تہ ان ڪان سواءِ ٻيو سڀ ڪوڙ آهي فرمائي ٿو:

وحدت واري واٽ وڃ تون
وٺي نہ آڇج وار
"روحل" رهجان رمز انهيءَ ۾
ٻي سڀ ڪوڙي ڪار

هو ٻڌائي ٿو تہ مٺو محبوب تنهنجي من ۾ موجود آهي. اهو تہ روح ۾ رهي ٿو. وڻ ٽڻ ۾ هڪڙي ئي وائي ٻڌڻ ۾ اچي ٿي، فرمائي ٿو:

سڄڻ مون پرڪيو، رهيو اندر روح،
رهيو اندر روح سئيان، سنجهہ صبوح،
وڻ ٽڻ وائي هيڪڙي،
پريان جي پاڀوهہ.

## سرائڪي

سنڌ ۾ سرائڪي شاعري ڪڏهن شروع ٿي، ان لاءِ پڪ سان ڪجهہ بہ نہ چئي نہ ٿو سگهجي. حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي آڳاٽن نسخن "گنج" کان وٺي ٻين ڪيترن ئي رسالن ۾ هير رانجهي جا بيت موجود آهن، پر انهن بيتن لاءِ يقين سان ڪا ڳالهہ چئي نہ ٿي سگهجي تہ اهي ڪنهن جا چيل آهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي راءِ آهي تہ اهي بيت ڏيري غازي خان جي هڪ شاعر "نورنگ لغاري" جا چيل آهن. بهرحال شاهہ لطيف جي دور کان سنڌ ۾ سرائڪي شاعريءَ جو رواج هو. ضرور ڪنهن شاهہ سائين جي محفل ۾ اهي بيت چيا ۽ مجلس ۾ موجود فقيرن اهي ياد ڪري رسالي ۾ شامل ڪيا.

ادبي تاريخ جي اڀياس مان معلوم ٿئي ٿو تہ سنڌ ۾ سرائڪي شاعريءَ جو مضبوط بنياد روحل وڌو ۽ ان کي پنهنجي ذات ۽ ڏانوءُ سان وڌيڪ سهڻو ۽ سگهارو ڪيو. روحل کان اڳ اسان کي سنڌ ۾ سرائڪي جو ڪو بلند پايہ شاعر نظر نہ ٿو اچي. هيءَ بہ هڪ حقيقت آهي تہ سنڌ ۾ سرائڪي سي حرفي جو رواج بہ روحل ئي وڌو نہ تہ ان جو رواج ملتان ۽ بهاولپور واري پاسي سرائڪي خطي ۾ هو.

ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ سنڌ ۾ سرائڪي شاعريءَ کي روحل ۽ سندس خاندان جي ٻين شاعرن وڏي ترقي وٺرائي. جيئن مٿي بيان ٿي چڪو آهي تہ، روحل جو سوٽ مراد فقير، روحل جا فرزند دريا خان، خدا بخش، غلام علي ۽ شاهو سرائڪي جا سهڻا شاعر هئا. روحل جو پوٽو نظر علي ۽ ان جو پٽ در محمد مسڪين ۽ فقير محمد حسن سرائڪي ۾ شعر چيو آهي. مطلب تہ هڪ ئي خاندان جا شاعر اٽڪل بہ صديون شاعريءَ وارو ڏيو روشن ڪندا آيا. هنن سرائڪي کان علاوه سنڌي ۽ هندي فارسي ۾ پڻ ڪلام چيو. هن خاندان جي شاعرن ۾ روحل، مراد ۽ دريا خان جو درجو بلند آهي. سندن ڪلام هند سنڌ ۾ پيو ڳائجي.

روحل جي سوانح ۽ ڪلام مان چٽيءَ ريت معلوم ٿئي ٿو تہ هو هڪ صاف دل صوفي هو. سندس ڪلام ۾ اخلاق ۽ نصيحت جا نڪتا نمايان نظر اچن ٿا. هتي نموني خاطر ڪجهہ مثال پيش ڪجن ٿا. پنهنجي

هڪ سي حرفي جي شروع ۾ ئي نصيحت ڪندي چئي ٿو تہ ٻانهي جو فرض آهي تہ هر دم پنهنجي خالق ۽ مالڪ کي ياد ڪندو رهي جو تہ الله تعاليٰ جي بابرڪت نالي کانسواءِ ٻي ڪوڙي ڪمائي آهي. دنيا کي رزيل رن سڏيندي ٻڌائي ٿو تہ اها مڪار ۽ ڏوتي آهي. جنهن انهي رزيل رن کان منهن موڙيو. تنهن ڄڻ منزل ماڻي فرمائي ٿو:

الــف – الله دي نــالي ٻــاجهون. ڪـــوڙي هـــور ڪمـــائي.
دنيـــا ڏوتـــي ســـڀ جـــڳ موهيـــا. تيڪـــون سمجهـــ نـــ آئـــي.
نـــال رزالـــي لائـــي يـــاري. ڏاريئـــي ڄـــاڻ نـــ ڪـــائي.
جنهن اهين رن ڪنون منهن موڙيا. "روحل" راهـ حقيقي پائي.

روحل پنهنجي هڪ ٻي سي حرفي ۾ نصيحت ڪندي ٻڌائي ٿو تہ اي غافل انسانَ! هيءَ چئن ڏينهن جي مختصر زندگي اجاين خيالن ۾ نہ گذار، هر وقت الله کي ياد ڪندو رهہ. هيءَ دنيا ڏوتي آهي. انهيءَ جي مڪر کان هوشيار ٿي ۽ غفلت ڇڏي تون فقيري راهہ اختيار ڪر:

الــف- الله ڪـــر يـــاد ســـدا. نـــت وحـــدت وچ گذاريـــن.
جيـــوڻ دي هـــن چـــار ڏهـــاڙي. خـــام خيـــال نـــ گهـــارين.
ايهـ دنيـــا ڏوتـــي ســـڀ جـــڳ موهيـــا. چيـــت چليـــن مـــت هـــارين.
"روحـــل" راهـــ فقيـــري دي وچ. غفلـــت منئـــون وســـارين.

هو طنز ڪندي چئي ٿو تہ توکي ڪوڙ ڪمائڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي. افسوس! تون برن سان سنگت رکي نموني بازي ڪري محض ڏيکاءُ خاطر جسم کي ڀڀوت لائين ٿو. اي غافل! تون پنهنجي امل حياتيءَ جو ڪو قدر نہ ٿو ڪرين پنهنجو وقت اجايو وڃائين ٿو. الله کي ياد ڪر تہ تنهنجو خير ٿئي. چاڪاڻ تہ ان کان مٿي ٻيو ڪو نالو ڪونہ آهي. فرمائي ٿو:

ض – ضـــرورت تيڪـــون ڪهـــڙي، ٻيئـــا ڪـــوڙ ڪمـــاوين
نـــال بـــران دي صحبـــت تيـــڏي، ٻيئـــا انـــگ ڀڀـــوت لڳـــاوين
امـــل حيـــاتي قـــدر نـــ ڄـــاڻين، نـــاحق ويـــل وڃـــاوين،
روحـــل نـــانءُ الله دي ٻـــاجهون، ڪوئـــي خيـــر نـــ پـــاوين.

ٻنهي جهانن جي سردار حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم



جن جي صفت ۽ ساراهہ بيان ڪندي ٻڌائي ٿو تہ ٻنهي جهانن جي سردار جي محبت جي طفيل الاهي اسرار معلوم ٿيا. پاڻ ساري عالم لاءِ رحمت بڻجي آيا. سندن مانُ ۽ مرتبو عرش کان بہ مٿانهون آهي. ساري جڳ ۾ سندن شرف ۽ شان بلند ۽ بالا آهي. فرمائي ٿو:

ميـم- مـــوج محمـــدي انـــدر پـــاتم ســـارا ســـرّ الاهـــي
رحمـــت عـــالم بـــڻ ڪـــي آيـــا. ڏينـــدا جـــڳ گواهـــي.
عرشـــوُن مـــنزل بـــالا تنهـــن دي جـــت اور نـــ پهـــت راهـــي
"روحـــل" اشـــرف عـــالم انـــدر. بيشـــڪ ميـــڏا مـــاهي.

روحل ٻڌائي ٿو تہ دل سان ڪلمون پڙهڻ گهرجي. ماڻهو ڪلمون پڙهن ٿا. ان جي معني نہ ٿا ڄاڻن. جيڪڏهن دل سان ڪلمو پڙهن تہ سندن سڀ سور هڪ لحظي ۾ لهي وڃن ۽ سڪن جي سيج ماڻين. اهڙا انسان ڪنهن جا محتاج نہ رهندا ۽ وحدت جا وڻجارا بڻجي حقيقي اسرار سڃاڻي سگهندا.

زي – زبـــاني ڪلمـــان پڙهنـــدي. مـــول نـــ معنـــيٰ ڄـــاڻن.
جنهـــان ڪلمـــان دل دا پڙهيـــا. ســـيج ســـڪان دي مـــاڻن.
"لا يحتـــاج" گـــذارن هـــر دم. وائـــي اور نـــ وائـــن.
وحـــدت دي وڻجـــاري بڻـــڪي. "روحـــل" ســـير ســـڃاڻن.

روحلؔ هڪ سچو عاشق هو ۽ هن عشق کي هر چيز کان افضل ۽ اعليٰ ٿي سمجهيو ۽ عشق کان سواءِ عمر اجائي ٿي سمجهي. هو چوي ٿو تہ عشق ئي مذهب آهي. عشق ئي ملت آهي ۽ عشق ئي عبادت آهي. فرمائي ٿو:

ي – يقيـــن دي مـــنزل ڄـــاڻين عشـــق حقيقـــت. عشـــق طريقـــت.
عشق بنان ايهـ عمر اجائي، عشق هي عالم عشق هي دولت.
ڄاڻ انهين ڪنون منهن ناموڙين، عشق هي مذهب عشق هي دولت.
روحـــل قـــول اهـــو نـــا فاســـد. عشـــق عبـــادت عشـــق هـــي طـــاعت.

روحلؔ جي ڪافين ۾ تصوف جي نڪتن عشق ۽ محبت وارن معنيٰ جي موتين کان علاوه من موهيندڙ موسيقي ڀريل آهي. روحل جون سموريون ڪافيون لک لهن پر سندس هن ڪافي کان گهڻائي شاعر متاثر ٿيا. سچل

سرمست جهڙو عظيم شاعر بہ متاثر ٿيو. روحل جي ڪافي جو ٿلهہ ۽ ٻہ بند پيش ڪجن ٿا.

نينهن لڳا من پياري دا،
پياري دا، ڪلنگي واري دا.

- پنهان لوڪان نون موت مريندا،
عاشق قتل نظاري دا.

- چن ڪڙيا سارا عالم ويکي،
مين ويکان رُخ پياري دا.

روحل پنهنجي ڪلام ۾ بار بار پاڻ سڃاڻڻ جي تلقين ڪئي آهي. پنهنجي هڪ ڪافي ۾ هو ٻڌائي ٿو تہ مان اڻ ڄاڻائيءَ وچان پنهنجي پرينءَ کي جهنگلن جبلن ۾ ڳوليندو رهيس. پر پوءِ پتو پيو تہ مُنهنجو محبوب منهنجي من ۾ وسي ٿو. انهيءَ اڻ ڄاڻائي جو اظهار ڪندي فرمائي ٿو:

سئيان ڙي مين ايءَ نہ ڄاتا ڄاڻ، وسدا دل وچ
مين متوالي ٻاهر ڍونڍيندي
جهنگل روهہ پئي ووڙيندي
شهر رانجهن دي ڪاڻ..... وسدا دل وچ

**هندي**

هيءَ هڪ حقيقت آهي تہ صوفي روحل فقير وحدت الوجود جو قائل هو. سندس سمورو ڪلام انهيءَ فڪر سان ڀريل آهي. سندس ڪلام تي ڪجهہ لکڻ کان اڳ ضروري آهي تہ ان نظريي جي تاريخ ۽ تشريح بابت ٻہ اکر لکيا وڃن.

وحدت الوجود جو نظريو ڇو، ڪڏهن ۽ ڪيئن پيدا ٿيو؟ ان لاءِ جيڪڏهن اسان اسلامي تاريخ تي نظر وجهنداسون تہ معلوم ٿيندو تہ خلافت راشده (٦٦١-٦٣٢ع) کانپوءِ بنو اميہ جي دور (٧٤٩-٦٦١ع) ۾ تمام گهڻا ملڪ فتح ٿيا. نتيجي ۾ غنيمت جو مال گهڻو گڏ ٿي ويو. دولت ٻجڙي شيءِ آهي، تنهنڪري ڏن دولت جي گهڻائي اسلام جي سياسي نظام ۾



خاص تبديلي پيدا ڪئي. خليفا مسجد ۽ حجرو ڇڏي عاليشان محلاتن ۾ رهڻ لڳا ۽ منبر بجاءِ عاليشان تخت تي ويهڻ لڳا. اڳ خليفي سان ڪنهن بہ وقت ڪوبہ ماڻهو ملي ٿي سگهيو، پر هينئر محلات جي در تي دربان بيهاريا ويا. خلفاءِ راشدين جي دور ۾ خليفن سڳورن جو جيڪو عوام سان گهرو تعلق هو، سو ختم ٿي ويو. خلافت جي جاءِ تي ملوڪيت اچي وئي. معاويہ جي وفات کان پوءِ يزيدي دور اسلامي تاريخ جو اونداهو دور آهي. ماڻهن سان ڏاڍا ظلم ٿيا. ڪربلا وارو قهري قصيو ٿيو. اهو ئي سبب آهي جو نيڪ دل مسلمان بيزار ٿي ويا ۽ هنن وقت جي حڪومت سان پنهنجا تعلقات ٽوڙي ڇڏيا. سندن قهري ڪارروايون ۽ عيش عشرت واري زندگي ڏسي عوام ڪانئن بيزار ٿي ويو. ڪي الله جا پيارا ٻانها دنيا جي ڏنڌن کان دور ٿي گوشي نشين ٿي ويا جن کي بعد ۾ صوفي سڏيو ويو. هنن ظاهري ڏيک واري عبادت جي ڀيٽ ۾ ان ڳالهہ تي وڌيڪ زور ڏنو تہ سينو صاف رکجي ۽ اندر اُجاري اجو ڪجي. اهو ئي سبب آهي جو حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح فرمايو:

روزا نمازون، ايءُ پڻ چڱو ڪم
اُو ڪو ٻيو فهم، جنهن سان پسجي پرينءَ کي

ٻئي هنڌ فرمايو اٿن:

اندر تون اُجار، پنا پڙهندين ڪيترا

انهن ڳالهين سبب ڪيترائي نوان نظريا پيدا ٿيا، جن مان هڪ نهايت ئي اهم نظريو "وحدت الوجود" آهي.

وحدت الوجود واري نظريي جو مختصر لفظن ۾ مفهوم اهو آهي تہ خدا کان سواءِ ڪائنات ۾ ڪابہ شيءِ موجود ڪانہ آهي. يا ڪٿي ائين چئجي تہ جو ڪجهہ موجود آهي، سو سڀ خدا ئي آهي. اهلِ ظاهر خدا کي ڪائنات جي سلسلي کان ڌار نہ ٿا سمجهن. يعني ڪائنات جي مختلف شين ۽ انسانن ۾ ڪو فرق نہ آهي. جو فرق آهي، سو ظاهر ۾ آهي. پر باطن ۾ بلڪل نہ آهي.

تاريخي لحاظ سان وحدت الوجود جو نظريو مسلمان صوفين ۾ ٽين صدي هجري جي پڇاڙيءَ ۾ قائم ٿي چڪو هو. پر ان کي جهين ستين

هجري ۾ فلسفہ پسند صوفين جي هڪ جماعت وڌيڪ مضبوط ۽ مستحڪم ڪيو. هنن تصوف کي فلسفي جي رنگ ۾ رڱي. هڪ الڳ الاهيات جو فڪري نظام قائم ڪيو. انهن ۾ ابوالفتح شهاب الدين (م ۵۸۷هه) ابن عربي (م ۶۳۸هه) ابن فارض (م ۶۳۲هه) ابن سبعين (م ۶۶۸هه) ۽ عفيف الدين (م ۶۹۰هه) ۽ سندن ساٿي گهڻو مشهور آهن. پر جنهن بزرگ ان عقيدي جي تمام گهڻي تبليغ ڪئي ۽ جنهن جي هٿان هيءُ فلسفو مڪمل ۽ مضبوط ٿيو، سو شيخ محي الدين ابن عربي آهي. جنهن کي شيخ اڪبر سڏيو ويندو آهي. ابن عربي جي تبليغ وحدت الوجود واري نظريي کي اسلامي عقيدي جي حيثيت ڏني. شيخ اڪبر جي ولادت ۵۶۰هه ۾ اسپين ۾ ٿي. هن مشرق ۽ مغرب جي ڪيترن ئي ملڪن جو سير سفر ڪيو. سندن وفات ۶۳۸هه ۾ ٿي ۽ سندن آخري آرام گاهه دمشق ۾ آهي. ابن عربي جي تصنيفات ۾ "فصوص الحڪم" ۽ "فتوحات مڪيہ" کي مڙني کان وڌيڪ شهرت ملي. سندن عقيدن ۽ نظرين بابت انهن ٻنهي ڪتابن مان ڪافي معلومات ملي ٿي.

ابن العربي جا اهي ٻئي ڪتاب جڏهن سنڌ ۽ هند ۾ پهتا تہ اهي سڄاڻ عالمن کي وڻي ويا. هنن انهن جون شرحون لکيون ۽ وحدت الوجود واري نظريي کي زور وٺرايو. هيءُ اهو زمانو هو. جڏهن هندوستان ۾ مسلمانن جي حملن سبب مقامي قوتون ڪمزور ٿي چڪيون هيون ۽ ظاهريءَ طور انهن جو اڀرڻ ۽ وري طاقت ۾ اچڻ مشڪل نظر اچي رهيو هو. اهڙين حالتن ۾ انسان دوست مسلمانن خانقاهون آباد ڪري انسان دوستيءَ جو پرچار ڪيو. جنهن کان نہ فقط مسلمان، پر هندو بہ متاثر ٿيا. ڪيترائي هندو، مسلمان صوفين جا عقيدت مند بڻجي ويا ۽ اهڙيءَ ريت ڀڳتي تحريڪ شروع ٿي. ساڌو سنتن مندر ڇڏي وڃي مٺ[6] آباد ڪيا.

جڏهن هند ۽ سنڌ ۾ اسلامي تصوف مقبول ٿيو تہ هندو ڌرم ۾ هڪ انقلاب آيو. ان ۾ نئين سوچ ۽ نئون فڪر پيدا ٿيو. مثلاً سڀني انسانن سان محبت ڪرڻ، ذات پات واري غير انساني رسم ۽ رواج کان نفرت ۽ بيزاري ۽ انساني ڀائيچاري واري نظريي کي پسند ڪرڻ وغيره. هوريان هوريان سڄاڻ هندن اسلامي عقيدن جا ٻيا عناصر هندو مذهب ۾ سمائي ڇڏيا. جيڪي ڀڳتي تحريڪ جا معتقد هئا، تن کي صوفيت يا اسلامي



تصوف ۾ ڪيتريون ئي سئون ڳالهيون نظر آيون.

هيءَ هڪ اتفاقي ڳالهہ آهي تہ هندن ۾ ڀڳتي تحريڪ پهريون پيرو هندستان ۾ ان وقت پيدا ٿي، جڏهن وحدت الوجود جا حامي اهو عقيدو مسلمانن ۾ مقبول ڪرڻ ۾ مصروف هئا. اهڙيءَ ريت ٻئي تحريڪون رلي ملي هڪ ٿي ويون ۽ ان جي نتيجي ۾ اهو سمجهيو ويو تہ جيڪڏهن ظاهري طور نہ سهي، پر اندروني طور سمورا مذهب هڪ آهن.

اٺين صديءَ ۾ هندومت ۾ زوال اچي چڪو هو. هندن ان کي جيارڻ جي ڪوشش ڪئي. مشهور هندو مفڪر شنڪر آچاريہ (۸۶۸-۷۸۸) مالا بار ۾ پيدا ٿيو. هن هندن کي ٻنهي، فسفياڻي ۽ منطقي انداز سان سمجهايو تہ اسلام ۽ هندو مت هڪ آهن. شنڪر آچاريہ جيڪو خدا جو تصور پيس ڪيو هو، ان جو مقصد عبادت ڪرڻ هو. اسلام هڪ رحيم ۽ مهربان خدا جو تصور پيش ڪيو. جيڪو مخلوق سان محبت ڪري ٿو ۽ مخلوق ان سان محبت ڪري ٿي. ان تائين پهچڻ جو ذريعو ڀڳتي، عبادت ۽ رياضت ئي هو. اسلام جي اثر هيٺ گهڻي کان گهڻا ماڻهو "ڀڳتي مارڳ" جا قائل ٿي ويا.

هندوستان ۾ چشتيہ سلسلي جا بزرگ وحدت الوجود واري عقيدي جا پوئلڳ هئا. هندوستان ۾ سڀ کان پهرين مسعود بڪ هن نظريي جو پرچار ڪيو. جيڪو فيروز تغلق جو همعصر ۽ مائٽ هو. ان جا عقيدت مند ڏينهون ڏينهن وڌندا رهيا. سندس وڌندڙ مقبوليت ڏسي فيروز تغلق فتوا باز ملن کان هن جي خلاف ڪفر جي فتويٰ جاري ڪرائي ۽ کيس سرِعام قتل ڪيو ويو.

شنڪر آچاريہ کانپوءِ رامانج (۱۰۳۷-۱۱۳۷) دکن ۾ ڀڳتي تحريڪ کي زور وٺرايو. کانئس پوءِ رامانند (۱۲۹۹-۱۴۰۱) ڀڳتي تعليم جو پرچار ڪندي هڪ ڌار پنٿ قائم ڪيو. جنهن جو بنيادي اصول هن هيءُ رکيو تہ سمورا انسان پاڻ ۾ ڀائر آهن. برهمڻن جي تعليم خلاف هن پنهنجي پنٿ ۾ گهٽ ذات وارن کي بہ ان ۾ داخل ڪيو ۽ سڀني کي هڪ جيترو درجو ۽ عزت ڏني. رامانند جي چيلي ڀڳت ڪبير (۱۴۸۸-۱۵۱۷ع) هيءُ نظريو پيش ڪيو تہ بندي جي خدا سان محبت تڏهن ٿي سگهي ٿي، جڏهن هو پاڻ کي مذهب جي خانن ۾ نہ ورهائي. هن دعويٰ ڪئي تہ جوتڪارو هر

شخص لاءِ ممڪن آهي. پر شرط اهو آهي تہ سندس دل ۾ الله جي محبت پيدا ٿئي ۽ ان لاءِ ڪنهن مذهب جي پابندي ضروري نہ آهي.

هيءَ هڪ حقيقت آهي تہ هندي ٻوليءَ کي ادبي مقصدن لاءِ مسلمانن ئي استعمال ڪيو جو تہ روز مره جي انهيءَ ٻولي کي برهمڻن ناشائستہ زبان سمجهي نظر انداز ڪري ڇڏيو هو. خوشيءَ جي ڳالهہ اها آهي تہ صوفي سونهارن جون اهي قيمتي تصنيفون زماني جي لاهن چاڙهن کان گهٽي ڀاڳي بچي ويون. هنن هندي زبان جي ذريعي امن، انسان دوستي ۽ ڀائيچاري وارو پيغام هندو گهراڻن تائين پهچايو. مسلمان صوفي شاعرن جو اهو ئي مقصد هو. جنهن لاءِ هنن هندي زبان ۾ شعر چيو ۽ ان جو معيار بلند ڪيو. مسلمان صوفي شاعر. عربي فارسي جا تہ عالم هئا. پر ڪين هندي تي بہ عبور حاصل هو. هنن نين تشبيهن ۽ استعارن سان هندي شاعري کي مالا مال ڪيو. هنن اتان جي جبلن، درياهن، موسمن، ريتن رسمن مطلب تہ سڄي ماحول کي پنهنجي شاعريءَ جو موضوع بڻايو. صوفين جي سماع واري محفل ۾ هندي دوها پڙهيا ويندا هئا. جنهن کي "ڪيرت" چيو ويندو هو. هڪ پيري بنده نواز گيسو دراز کان ڪنهن سوال ڪيو تہ، "سائين! صوفي سڳورا هندي کي ايترو جو ٿا پسند ڪن؟" وراڻيائون تہ، "ڪنهن زبان ۾ ڪا اهڙي خوبي هوندي آهي، جيڪا ٻين ۾ ڪانہ هوندي آهي. هندي تمام مٺڙي سهاجهي ۽ نرم نازڪ زبان آهي. ان جي موسيقي ۾ سوز ۽ گداز آهي. جيڪو هڪ دم دل تي اثر ڪري ٿو".

حضرت امير خسرو کان اٽڪل پنجاهہ ورهيہ پوءِ ملا دائود "چندائن" نالي هڪ مثنوي لکي جنهن جو ملا عبدالقادر بدايوني "منتخب التواريخ" ۾ ذڪر ڪيو آهي. ان کانپوءِ ان طرز تي ٻيون بہ مثنويون لکيون ويون. مثال طور: قطبن جي "درگاوتي" ملڪ الشعراءِ ملڪ محمد جائسي جي "مدومالتي" عثمان جي "چتراولي" ۽ شيخ نبي جي "گيان ديپ" مشهور مثنويون آهن.

وڏي ڳالهہ اها آهي تہ هندي ۾ شعر چوڻ وارا وڏا صوفي بزرگ ۽ شريعت جا صاحب عالم هئا. سندن وڏي عزت هئي، ۽ ڪنهن بہ مسلمان سندن ڀڳتي شاعريءَ تي ڪو اعتراض ڪونہ ڪيو. انهن کان علاوه هڪ وڏو صوفي شاعر حضرت عبدالقدوس گنگوهي (١٤٦١-١٥٣٧) آهي.



جيڪو مشهور ديني عالم هو. هو هندي جو وڏو شاعر هو. سندس تخلص "الڪداس" هو. سندس هندي دوهن جو ڪتاب "الڪ ٻاڻي" جي نالي سان مشهور آهي. جنهن کي "رشد نامو" پڻ سڏيو ويندو آهي.

ان ئي دور جو مشهور شاعر گرو نانڪ (١٤٦٩-١٥٣٨) آهي جنهن هندي شاعريءَ جي ان روايت کي سگهارو ڪيو. جنهن جي ٻاڻي ۾ فارسي، پنجابي ۽ برج ڀاشا جو سنگم نظر اچي ٿو. نانڪ جي شاعريءَ مان معلوم ٿئي ٿو تہ هو اسلامي تصوف کان گهڻو متاثر آهي.

نانڪ جي لاڏاڻي کان ڇهہ سال پوءِ دادو ديال (١٥٤٤-١٦٠٣) پيدا ٿيو. سندس جنم گجرات ۾ ٿيو. پر هن پنهنجي زندگي جو وڏو حص راجستان ۾ گذاريو. هن گجراتي مرائي، مارواڙي، سنڌي هندي ۽ فارسي زبانن ۾ شعر چيو. دادو ديال لاءِ چيو ويندو آهي تہ هو مسلمان هو ۽ سندس اصل نالو دائود هو. هو اڪبري دور جو بلند پايہ شاعر هو. ان دور جو هڪ ٻيو وڏو شاعر عبدالرحيم خان خانان پڻ هو. جنهن هندي، سنڌي ۽ فارسي ۾ شعر چيو. افسوس جو عبدالرحيم (رحيمن) جو فارسي ۽ هندي ڪلا تہ ملي ٿو، پر سندس سنڌي ڪلام زماني جي لاهن چاڙهن سبب گم ٿي ويو. يا ڪنهن مڙهيءَ ۾ پيل هجي. جنهن جي اسان کي ڄاڻ ڪانہ آهي.

هيءَ هڪ تاريخي حقيقت آهي تہ صوفي سڳورن جي سماع وار محفل ۾ فارسي ۽ سنڌي کان سواءِ هندي ڪلام پڻ وڏي ذوق ۽ شوق سا پڙهيو ويندو هو. سنڌي ادبي تاريخ ئي نظر وجهڻ سان معلوم ٿيندو قاضي قادن کان وٺي فقير هدايت علي نجفي تارڪ تائين هندي شاعريءَ ج ٿورو گهڻو اثر هر دور ۾ نظر ايندو. شاهہ ڪريم بلڙيءَ واري جي ملفوظا بيان العارفين ۾ آيل آهي:

"فرمايائون تہ تصوف (سلوڪ جي واٽ) جو ڪنهن پرو پاند لڌو آهي. سڀ ان جي ڄاڻڻ ۾ عاجز آهن. جي ڪو چوي ٿو تہ آءٌ اهو علم ڄاڻان ٿو. تہ پڪ ڄاڻجو تہ ان کي ڪي بہ نہ ٿو اچي.

آهي اهڃاڻ، پيرُ پريان جو جيڏيون،
جنين ساڃاڻ، تنين تان نہ پروڙ ٿو.

پوءِ هي هندي بيت پڙهيائون.

ای سمنا گاٹ پریم کي، پڙي جو کيسي پيرِ
ايھ کولي کلي نھين، سڀ جڳ رهيا اُدير

ترجمو: اي سمن! پريم جي ڳنڍ اهڙي طرح ڏني پئي آهي، جو کولڻ سان پڻ نہ ٿي کلي. سارو عالم ان جي کولڻ ۾ عاجز آهي.[7]

هيءَ هڪ تاريخ حقيقت آهي تہ صوفين واري سماع جي محفل ۾ هندي دوها وڏي ذوق شوق سان پڙهيا ويندا هئا. ان جو هڪ مثال مٿي ڏنو ويو آهي. ٻيو ثبوت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جو رسالو آهي. جنهن ۾ بيراڳ هندي جي عنوان هيٺ هندي دوها ڏنل آهن.

سندس هندي ڪلام پڙهڻ کان پوءِ پتو پوي ٿو تہ روحل فقير کي ڀڳت ڪبير داس سان وڏي عقيدت ۽ محبت آهي: پنهنجي هڪ شبد ۾ چوي ٿو:

مون مين سکل شکل سون نيارا
مين داس کبير کهايا

يعني مان سڀ ڪجهہ آهيان. جنهن کي ڪابہ شڪل نہ آهي. مان پاڻ کي ڪبير جو ٻانهو چورايان ٿو. انهيءَ شبد جي آخر ۾ چئي ٿو:

کهت "روحل" هم روحل پي ناهين
کبير روپ همارا

يعني روحل چوي ٿو تہ مان روحل بہ نہ آهيان، اسان جي صورت ڪبير جي صورت آهي.

ڀڳت ڪبير پنهنجي هڪ دوهي ۾ الله جي وحدانيت بيان ڪندي سبق سيکاري ٿو تہ محبوب تنهنجي من ۾ ائين موجود آهي. جيئن گل ۾ خوشبوءِ تون اجايو ٻاهر ڊوڙندو رهين ٿو. هو توکي هٿ نہ ايندو. اهو تہ رُڃ ۾ رلڻ آهي، اهو الک جنهن کي ڪابہ صورت نہ آهي، هميشہ جيئڻ وارو ۽ فنا نہ ٿيڻ وارو تنهنجي دل ۾ئي موجود آهي: فرمائي ٿو:

کاهي کو پرهت بانوري، اوهہ تو تيري پاس هي
وہ ويا پک تيري مانهين، پهولون مين جيسي باس هي



باهر کو دوڙي هات نہ آوي، مرگهہ ترشنا کيل.
الک امورت، امر ابناسي، تو مانهين پرکاس هي.

روحل فقير بہ ڀڳت ڪبير واري اها وات وٺي اهو ساڳيو سهڻو سبق هن ريت ڏنو آهي.

اپنا روپ پڇان، سمجهہ من درسن پيهي
کستوري وسي مرگهہ کي مانهين
بن ئن ڍونڍي، سونگهي تانهين
هوءِ رهيا حيران

هو چئي ٿو تہ پنهنجو پاڻ سڃاڻ. اي دل! سمجهہ تہ اهو ئي سچو ديدار آهي. مشڪ هرڻ جي اندر موجود آهي. مگر هو ان خوشبوءِ کي بيابانن ۾ ڳوليندو ٿو وتي، هو اهڙي ريت حيران پريشان آهي.

مطلب: تہ سنڌ جي صوفي شاعرن سنڌيءَ کان علاوه هندي ۾ شعر چيوءِ ان جي ذريعي امن، انسان دوستي ۽ ايڪتا جو درس ڏنو. روحل بہ انهن مان هڪ هو. سندس سنڌي، هندي ۽ سرائڪي ڪلام ادبي تاريخ ۾ وڏي اهميت رکي ٿو.

---

[1] ڪنبڙي وارن جو ڪلام: مقدمو ص-٤۽٥: سنڌي ادبي بورڊ

[2] سرفراز جو موت جنهن نموني ٿيو، ان مان اها ڳالهہ پڪ سان چئي سگهجي ٿي تہ اهو ڪفن ڪيس بہ نصيب نہ ٿيو. قيد ۾ ٻنهي ڀيءُ پٽ کي قتل ڪيو ويو. دنيا جي طالبن لاءِ اهو واقعو عبرت انگيز آهي.

[3] وڪريل موتي ص: ٣٠

[4] فقير دريا خان جو ڪلام محترم نياز همايوني وڏي محنت ۽ محبت سان سهيڙيو. اهو "آءِ ڪانگا ڪر ڳالهہ" عنوان هيٺ سنڌي ادبي بورڊ پاران سنہ ١٩٩٢ع ۾ ڇپجي چڪو آهي.

[5] تفصيل لاءِ ڏسو لطف الله بدوي جو لکيل ڪتاب "ڪنبڙي وارن جو ڪلام" سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد سنڌ.

٦ اهو هنڌ جتي هڪ مهنت جي ماتحت گهڻائي ساڌو رهندا هجن يا ان کي خانقاهه. درمسالو ۽ تعليم گاهه بہ چئي سگهجي ٿو. قاضي قادن جو ڪلام بہ اهڙيءَ هڪ مٺ مان مليو. جيڪو هند جي هڪ اديب هيري ٺڪر ايڊٽ ڪري پنهنجي عالمائي مقدمي سان هندوستان ۾ ڇپرايو. تازو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ وڌيڪ تحقيق ڪري "قاضي قادن جو رسالو" جي عنوان سان عاليشان ڪتاب تيار ڪيو. جيڪو سنڌالاجي پاران ڇپجي چڪو آهي.

٧ شاهه ڪري بلڙيءَ واري جو ڪلام (ٻيو ڇاپو)عمر بن محمد دائود پوٽو ص-١١٨.١٧ شاهه عبداللطيف ثقافتي مرڪز ڀٽ شاهه ١٩٧٧ع

نوٽ: محسن عباسي صاحب جي مهرباني، جنهن هندي ڪلام نقل ڪرڻ ۾ مدد ڪئي. (شرق)



ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي

# روحل فقير جو هندي ڪلام

ڪنڊڙي جوسنت روحل فقير اُنهيءَ ڪلهوڙا حڪومت واري زماني ١٧٠١ - ١٧٨٢ع ۾ پيدا ٿيو. جنهن کي عالمن "سنڌي ادب جو سونهري دوُر" سڏيو آهي. سنڌي ٻولي ارتقا جون الڳ الڳ منزلون پار ڪري هن زماني ۾ انهيءَ اوج کي وڃي رسي، اُنهيءَ ۾ جدا جدا موضوعن تي عالم ڪتاب لکڻ لڳا. ديني ۽ اخلاقي تعليم ۽ تربيت جو واهڻ. فارسيءَ بدران مادريءَ زبان سنڌيءَ کي بڻايو ويو. انهيءَ ۾ "سنڌيءَ" جي خاص نالي سان چڱي تعداد ۾ نظم ۾ ڪتاب لکيا ويا. عربيءَ ۽ فارسيءَ مان سنڌيءَ ۾ ڪتابن جي ترجمن جو سلسلو بہ هن دوُر ۾ شروع ٿيو. سنڌ جي سگهڙن شاعرن ۽ ڳالهين ڪندڙن، عوامي آکاڻي قصن کي نئين سر سنڌي بيتن ۾ بيان ڪيو، تہ ٻئي طرف صوفي سالڪن اهڙن قصن جي آڌار تي اعليٰ معيار وارا بيت رچي عوام کي توحيد ۽ طريقت، ايمان ۽ اخلاق جو پيغام ڏنو. سنڌي اساسي شاعري مڪمل طور اوج کي وڃي پهتي. جنهن جي ساک اسان کي شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي ڪلام مان ملي ٿي.

ڪلهوڙا حڪومت جي دوُر ۾ فارسي شاعريءَ جي روايت بہ ڪنهن حد تائين جاري هئي، ڇاڪاڻ تہ ان زماني ۾ راڄ، ڪاروبار جي زبان فارسي ٻولي هئي. ڪن عالمن سنڌ جي تاريخ ۽ ٻين موضوعن تي فارسيءَ ۾ بہ ڪتاب لکيا. انهن جو تفصيلوار ذڪر اسان کي ادب جي تاريخ تي لکيل ڪتابن ۾ ملي ٿو.

ڪلهوڙن جي حڪومت واري زماني ۾ سنڌ ۾ هڪ ٻي بہ ادبي ڌارا نظر اچي ٿي. اها آهي هنديءَ ۾ ڀڳتي شاعريءَ جي شروعات. سنڌي ادب جي تاريخ لکندڙن عالمن خبر نہ آهي تہ انهيءَ اهم ادبي ڌارا کي ڇو نظر انداز ڪري ڇڏيو آهي. لطف الله بدويءَ، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي ۽ ڪن ٻين اِن طرف اشارو ڪيو آهي، پر انهيءَ رجحان جي تفصيلوار ڇنڊ ڇاڻ نہ ڪئي آهي. موجوده معلومات موجب سنڌي ۾ روحل فقير ٻهريون درويش آهي، جنهن هندي شاعريءَ جي ڀڳتي ڀاونا واري ڌارا کان متاثر ٿي نہ فقط

سنڌيءَ ۽ سرائڪيءَ ۾ اهڙو شعر چيو آهي. پر هندي ٻوليءَ ۾ به چار ڪتاب لکيا آهن. انهن کان سواءِ هن هنديءَ ۾ دوها، سي حرفيون، پچن (پد يا ڪيت) ۽ دوها به رچيا آهن. روحل فقير جي سڀ کان وڏي خوبي آها آهي ته هن مسلمان هوندي به هندو ڌرم جي گرنٿن، شاسترن ۽ فلسفي جو گهرو مطالعو ڪيو آهي ۽ پنهنجي شخصي انڀوَ جي آڌار تي ادوئيت ويدانت ۽ يوگ، گيان، ڀڳتيءَ ۽ ڪرم جهڙن موضوعن تي هنديءَ ۾ شاعري ڪئي آهي. سنڌي شعر جي تاريخ ۾ مون کي اڄ ڏينهن تائين ٻيو ڪو به سنڌي شاعر نظر نه آيو آهي. جنهن هنديءَ ۾ انهيءَ قسم جي شاعري لکي هجي. ان لحاظ کان روحل فقير جو درجو سنڌي جي مڙني شاعرن کان نرالو ۽ يگانو آهي.

روحل فقير کي گذريئي اٽڪل ٻه سؤ سال ٿيا آهن. پر سندس زندگيءَ جو خاطريءَ جوڳو سربستو احوال معلوم ٿي نه سگهيو آهي. "ڪنڊڙيءَ وارن جو ڪلام" نالي هڪ ڪتاب ۾ لطف الله بدويءَ زباني روايتن ذريعي روحل جي حياتيءَ جو ڪجهه احوال ڪٺو ڪري ڏنو آهي. هن سنت روحل جي ولادت جو سال ۱۷۳۴ع ۽ وفات جو سال ۱۸۰۴ع ڄاڻايو آهي. پر سندس ئي لکڻ موجب اهي سال اندازي تي ٻڌل آهن ۽ انهن بابت وڌيڪ تحقيق جي ضرورت آهي. سنڌ جي عالمن کي ۽ خاص طور ڪنڊڙيءَ جي فقيرن جي عقيدتمندن کي گهرجي ته انهيءَ ۾ کوجنا ڪري روحل فقير جي خاطريءَ جوڳي سوانح عمري لکي تيار ڪن. سنت روحل جي ڪتاب "اگم ورتا" ۾ ڄاڻايل آهي ته هن اهو ڪتاب آتم گيان جا راز جوڌپور جي راجا بجيہ سنگهه کي سمجهائڻ لاءِ لکيو آهي. جوڌپور جي اتهاس مان خبر پوي ٿي ته راجا بجيہ سنگهه ٽيويهن ورهين جي عمر ۾ سن ۱۷۵۳ع ۾ جوڌپور جي راڄگديءَ تي ويٺو ۽ چاليهه سال يعني ۱۷۹۳ع تائين حڪومت ڪيائين. روحل فقير جو سنڌ جوڌپور سان چڱو گهاٽو هو. بجيہ سنگهه جو پيءُ راجا بخت سنگهه به روحل فقير جو عقيدتمند هو. انهيءَ مان ظاهر آهي ته بجيہ سنگهه کي جڏهن روحل فقير "اگم ورتا" جو گيان دربار ۾ ڏنو، تڏهن هن سنت جي عمر چڱي وڏي هوندي. اهو سمو، مير بجر خان جي سن ۱۷۸۰ع ۾ شهادت کانپوءِ جو هوندو. انهيءَ مان لڳي ٿو ته روحل فقير جو جنم ارڙهين عيسويءَ جي پهرئين ڏهاڪي ۾ ٿيو هوندو. جوڌپور جي قلعي ۾ سنت روحل جي سماڌي ٺهيل آهي. گهڻي ئي هندو توڙي مسلمان شرڌالو انهيءَ جي درشن لاءِ ايندا آهن.

روحل فقير جو جنم ٿرپارڪر ۾ عمرڪوٽ ويجهو ڪنهن ڳوٺ روحل واهِ ۾ ڄاڻايو وڃي ٿو. جيئن ته هي علائقو راجستان جي سرحد ويجهو آهي ۽ مٿس راجستان جي ثقافت. ٻولي وغيره جو گهڻو اثر آهي. انهي ڪري سهج سڀاءَ روحل هندي ٻولي جو محاورو حاصل ڪري ورتو. آتم گيان ۽ روحاني علم جي حاصلات ۾ هن ٿرپارڪر جي سنت ڏونگرسي مهاراج کان گهڻو ڪجهه پرايو. جنهن کي سنت روحل پنهنجو گرو ڪري مڃيو آهي. ٻئي طرف هن پنهنجيءَ شاعريءَ ۾ ڪبير ۽ دادوءَ کي به گهڻن ئي هنڌن تي ياد ڪيو آهي. خاص ڪري هو پاڻ کي ڪبير جو ٻيو روپ ٿو ليکي. انهيءَ مان صاف ظاهر آهي ته سنت روحل. هندي جي "نرگڻ مارگي سنتن" جي واڻيءَ جو به گهرو مطالعو ڪيو آهي. زباني روايتن موجب هن جهوڪ شريف جي شاهه عنايت صوفيءَ جي درگاهه تان گهڻو روحاني فيض حاصل ڪيو. سنڌ ۾ سڌن ۽ جوڳين، سادن ۽ سنتن، سامين ۽ ڪنڦٽ ڪاپڙين جي اچ وڃ به آڳاٽي زماني کان وٺي هلندڙ هئي انهيءَ بابت اسان کي گهڻيئي حوالا اساسي سنڌي شاعريءَ ۾ ملن ٿا. خاص طور، سنڌ جي ولهه ۾ هنگلاج ديويءَ جو پراچين تيرٿ استان جگياسين ۽ جاترين جي ڪشش جو مکيه مرڪز هو. اهڙن جاترين ۽ سنڌ جي مڪاني ماڻهن جي وچ ر گفتگوءَ ۽ ويچارن جي ڏي وٺ جو ذريعو به هندي ٻولي هئي. جنهن کي ۾موري اُتر ڀارت ۾ صدين کان وٺي هڪ ڳنڍيندڙ ٻوليءَ Link Language نوَ درجو به حاصل ٿي چڪو هو. انهن سببن ڪري سنڌ ۾ به هنديءَ جو روج ٿيڻ سڀاويڪ هو. جنهن جي ثابتي اسان کي شاهه لطيف جي رسالي ان به ملي ٿي، جهن ۾ "سر بيراگ" هندي ۾ ڪبير، دادوءَ، نانڪ ۽ ٻين سنتن جا هندي دوها گڏ ڪري رکيا ويا آهن. ممڪن آهي ته اهي شاهه ليف جي حاضريءَ ۾ ٿيل سماع جي محفلن ۾ ڳاتا ويا هوندا. جن کي اهه جي مريدن قلمبند ڪري ڇڏيو.

هتي اهو سوال ٿو پيدا ٿئي ته هنديءَ ۾ ڀڳتي. شاعريءَ جو جهڙي رح الگ ڌارائن ۾ ڦهلاءُ ٿيو آهي. تهڙي طرح سنڌ ۾ ڇو نه ٿيو؟ هندي ۾ سگڻ ڀڳتي ڌارا" جو به گهڻو وڪاس ٿيو آهي، جنهن ۾ ڀڳوان رام ۽

ڪرشڻ کي اپاٽھار جو اوتار سگڻ روپ مڃي، انهن کي پوڄيو ويو آهي، گوسوامي تلسيداس جو رامچرت مانس، ڀڳوان رام جي ڀڳتيءَ ۾ لکيل آهي ۽ سورداس ۽ ميران بائيءَ جا پد، ڪرشڻ ڀڳتي جا مثال آهن. ٻئي طرف ملڪ محمد جائسي جو رچيل پدماوت صوفيائي شاعري جو مثال آهي. ۽ ڪبير ۽ دادوءَ جيئي ڪوتا "نرگڻ ڀڳتيءَ" جي شاعري آهي. جنهن ۾ خلقڻهار کي "گڻ – آڪار" کان پري هڪ حق جي وجود ۾ محسوس ڪندي، انسان سموري ڪائنات سان ان جي وحدت جو انڀو ڪيو ويو آهي. ڏسجي ٿو عربن جي سنڌ فتح ڪرڻ کان وٺي انهيءَ علائقي ۾ اسلام جو ڦهلاءُ شروع ٿيو، جنهن جو زور ڏينهون ڏينهن وڌندو ويو. سنڌ جي هندن گهڻي تعداد ۾ اسلام قبول ڪيو. جن اها وات نه ورتي تن مان گهڻا سنڌ مان لڏي ٻين هندو راجائن جي راڄن ۾ وڃي رهيا. نتيجو اهو نڪتو جو سنڌ ۾ هندن جو تعداد ڪل آدمشماري جو اٽڪل پنجويهه سيڪڙو بچيو. اهڙي ماحول ۾ "سگڻ ڀڳتيءَ" واري شاعريءَ جو وڪاس سنڌ ۾ ٿي نه سگهيو. جنهن جو هڪ لازمي جزو مورتي پوڄا آهي، جنهن جي اسلام ۾ اجازت ڏنل نه آهي. ٻئي طرف "نرگڻ ڀڳتيءَ" واري شاعري، صوفين جي وحدت الوجود واري فلسفي ۽ ٻين ويچارن جي تمام ويجهو آهي، انهيءَ ڪري ڀڳتي شاعري جي انهن ٻنهي ڌارائن جي ڦهلاءَ لاءِ سنڌ جو ماحول مددگار ثابت ٿيو.

سنڌي ادب جي ارتقا تي ويچار ڪجي ته نظر ايندو ته سنڌ ۾ عربن جي حڪومت ۷۱۲ع ۾ برپا ٿيڻ کان وٺي ارڙهينءَ عيسوي صدي جي آخر تائين ڪنهن به هندو شاعر جي رچنا نه ملي آهي. ۱۷۴۳ع ۾ ساميءَ ۽ ۱۸۵۰ع ۾ دلپت جو جنم ڪلهوڙا دور ۾ ٿيو آهي. پر سنڌن شاعري ٽالپرن جي دور جي ليکبي. جڏهن هو دنيوي مايا، موهه کي تياڳي ڀڳتيءَ جي راهه تي اڳتي وڌيا. سنڌي ادب ۾ هيءَ اهڙو وڏو خال آهي، جنهن تي ڇڱيءَ طرح ويچار ڪرڻ جڳائي. پراڻي سنڌيءَ ۾ ائين کان ڏهين عيسوي صديءَ واري عرصي ۾ "مهاڀارت" جو سنڌ ۾ تيار ڪيل ڪو ايڊيشن موجود هو. جنهن تان عربي ۾ پوءِ ان جي آڌار تي فارسي ۾ مهاڀارت جون ڪجهه ڪٿائون ترجمو ڪيون ويون. انهيءَ جي خبر اسان کي فارسي ڪتاب "مجمل التواريخ" مان پوي ٿي. ڏهين صديءَ ۾ سنڌ ۾ "ورڻ ديوتا" جو



اوتار "اڏيرو لال" پيدا ٿيو، جنهن کي سنڌي مسلمان به زنده پير جي روپ ۾ مڃين ٿا. هندو ڌرم سان واسطو رکندڙ انهن ٻن ڪٿائن کان پوءِ ويندي سنت روحل فقير جي هندي رچنائن تائين يعني اٽڪل ست سؤ سالن جي ڊگهي عرصي ۾ سنڌ ۾ هڪ به هندو شاعر نٿو ملي. نڪو هندو ڌرم سان واسطو رکندڙ ڪا به رچنا ان زماني ۾ سنڌ ۾ لکيل نظر آئي آهي. ڇا سنڌ جي هندن ۾ ڪا به جذبات نه هئي، جنهن جو هو سنڌي شاعري ۾ اظهار ڪن. ٻئي طرف انهيءَ زماني ۾ ڀارت جي سيني مکيه ٻولين ۾ رامائڻ، مهاڀارت، ڀاڳوت پراڻ وغيره گرنٿن جا چڱي تعداد ۾ ترجما ملن ٿا ۽ انهن جي آڌار تي ڪوتائن ۽ ناٽڪن جي به رچنا ڪئي ويئي آهي.

سنڌي ادب ۾ انهيءَ خال پيدا ٿيڻ جو مکيه سبب اهو ٿو نظر اچي ته مسلمان حاڪمن ۾ سنڌ ۾ جن هندن اسلام قبول نه ڪيو. تن جو تعداد تمام ٿورو وڃي بچيو. گهٽائي جي وچ ۾ هو هميشه دٻيل ۽ هيسيل رهيا. انهيءَ ڪري لکيت ۾ ادبي رچنائن ذريعي پنهنجن ڌرمي جذبن ۽ عقيدن جو اظهار هنن سماجي سطح تي نه ڪيو. اهڙو ساهت جيڪو ٿورو گهڻو لکيو ويو، انهيءَ جو دائرو، گهرن ۽ برادرين تائين محدود رهيو. اڏيري لال جو جنم ساکي ۽ پنجڙا انهيءَ جو هڪ مثال آهن. جيڪي زباني روايتن ذريعي پيڙهيءَ به پيڙهي هلندا رهيا ۽ گهڻو پوءِ اوڻويهين عيسوي صدي جي وچ ڌاري قلمبند ڪيا ويا. سنڌ تي وقت به وقت ڌارين جا حملا به پئي ٿيا، انهيءَ ۾ به گهڻو ادبي سرمايو ناس تي ويو ٿو ڏسجي. ٻيو ته جيڪي هندو سنڌ مان لڏ پلاڻ ڪري ٻين علائقن ۾ هليا ويا. اهي پنهنجا ڌرمي گرنٿ ۽ ادبي رچنائون پاڻ سان کڻي ويا. سنڌ جي پر وارن علائقن راجستان ۽ گجرات جو دورو ڪندي مون گهڻيئي لائبريريون نظر مان ڪڍيون آهن. اتي سوين صديون اڳ جا لکيل قلمي نسخا ۽ دستخط محفوظ آهن. اهڙن دستخطن جو تعداد هزارن ۾ آهي. جن جي ٻوليءَ جي سڃاڻپ نه ڪئي وئي آهي. انهيءَ جو تمام گهڻو امڪان آهي ته انهن ۾ ڪيترين ئي لکتون اڳاٽي سنڌي ٻولي ۾ هونديون. قاضي قادن جو سٽن دوهن کان وڌيڪ ڪلام اسان کي هرياڻا ۽ راجستان جي مندرن ۽ مٺن مان حاصل ٿيو آهي. سوامي پراڻنات (۱۶۱۸-۱۶۹۴)جي سنڌي واڻي گجرات ۾ مڌيه پرديش جي پرڻامي پنٿ وارن مندرن ۾ محفوظ رکيل هئي ته سنت دادوءَ (۱۵۴۴-۱۶۰۲) جو

سنڌي ڪلام دادو پنٿي مٺن ۽ مندرن ۾ سلامت رکيو ويو هو. سامي ج
سنڌي سلوڪ بہ تہ اسان کي اصل ۾ امرتسر مان هٿ آيا آهن. انهيءَ ڪري
گهڻي خاطري سان چئي سگهجي ٿو تہ گجرات، راجستان، مڌيہ پرديش
(خاص طور تي برهانپور) وغيره علائقن آڳاٽن گرنٿ- پندارن ۾ جيڪڏهن
ويهي جاچ ڪجي تہ قديم ۽ وچين دؤر جي سنڌي ادب جا گهڻيئي لڪل
رتن جيڪر ظاهر ٿي پون.

ڪن عالمن سنڌي ادب ۾ هتي ڄاڻايل خال تي ويچار ظاهر ڪندي
ائين بہ چيو آهي تہ سنڌي واڻيا گهڻي قدر واپاري جاتي آهن. جن جي
زندگيءَ جو مکيہ مقصد آهي پيسو ڪمائڻ. انهيءَ ڪري ادب جي سرجڻ ۾
سندن چاهہ نہ هو. اهوئي سبب آهي جو اسان کي مسلمانن جي حڪومت
واري دؤر ۾ ڪنهن بہ سنڌي هندوءَ جون رچنائون نٿيون ملن. انهيءَ دليل
۾ مون کي ڪوبہ وزن نظر نٿو اچي. جيڪڏهن ائين هجي ها تہ سنڌ ۾ سن
١٨٤٣ع ۾ انگريزن جي حڪومت برپا ٿيڻ شرط ئي تعليم ۽ ادب جي کيتر
۾ هندو ليکڪ ۽ شاعر نظر نہ اچن ها. ڪنهن بہ جاتيءَ ۾ ان طرح اچانڪ
تبديلي نہ ايندي آهي. انهيءَ مان صاف ظاهر آهي تہ سنڌ ۾ انگريزن جي
حڪومت برپا ٿيڻ کان اڳ بہ هندو ليکڪ ۽ شاعر چڱي تعداد ۾ موجود
هوندا هئا. جن جون رچنائون اسان کي اڄا تائين معلوم نہ ٿي سگهيون
آهن.

## روحل فقير جون هنديءَ ۾ رچنائون

روحل جو ڪلام اٽڪل سؤ ڪن سال قلمي نسخن ۽ هٿ سان
لکيل پوٿين جي صورت ۾ محفوظ رکيو ويو آهي. ڀارت ۾ رهندڙ هن سنت
جي مريدن ۽ عقيدتمندن سان ملاقاتن دؤران معلوم ٿيو تہ وٽن سنت روحل
جو ڪلام دستخطن جي صورت ۾ موجود آهي، پر انهيءَ جي ڇپائڻ جي ۽
عوام ۾ ڦهلاءُ ڪرڻ جي ڪين منع ڪيل آهي. هن سنت جي ڪلام جو
پهريون ڇاپو سن ١٩٠٢ع ۾ گولا سنگهہ پرچارام، "روحل فقير" نالي سان
ڇپائي پڌرو ڪيو. انهيءَ ۾ روحل جو ڪجهہ سنڌي ۽ سرائڪيءَ ۾ ڪلام
۽ بہ هندي گرنٿ (شاستر من-پربوڌ ۽ شاستر آد پُڌي گرنٿ) شايع ڪيل
آهن. سن ١٩٦٤ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ، "ڪنڊڙيءَ وارن جو ڪلام"
ڪتاب شايع ڪيو آهي، جيڪو لطف الله بدوي مرتب ڪيو آهي. انهيءَ ۾

روحل ۽ مراد فقير جو سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام ڏنل آهي. ٻنهي فقيرن جي
هندي ڪلام جا فقط ڪجهہ مثال مهاڳ ۾ ڏنل آهن. ڀارت ۾ سن ١٩٦١ع
۾ "روحل جو ڪلام" نالي سان سنڌي ساهتيہ سمتيءَ، بمبئي مان هڪ
ڪتاب شايع ڪيو آهي. جنهن کي ڊاڪٽر رگهومل موٽواڻي مرتب ڪيو
آهي. انهيءَ ۾ سنت روحل کي باني" روحل جون ڪجهہ هندي رچنائون
ڏنل آهن.

سنت روحل جي هندي ڪلام جو سڀني کان بهترين ڇاپو دهليءَ
مان سن ١٩٩٠ع ۾ شايع ٿيو آهي. انهيءَ جو ايڊيٽر آهي ڊاڪٽر رميش
چندر مشر، جيڪو دهليءَ يونيورسٽيءَ جي راملال آنند ڪاليج ۾ هندي جو
پروفيسر آهي. ڪتاب جو نالو آهي "سنڌي ڪوي سنت روحل ڪي هندي
باڻي" ڊاڪٽر مشر هندي ۾ ڀڳتي - شاعري جو ڄاتل سڃاتل ۽ مشهور نقاد
آهي. انهيءَ موضوع تي سندس گهڻيئي ڪتاب هندي ۾ شايع ٿيل آهن.
روحل جي هندي باڻي جي اڀياس ڪرڻ ۽ انهيءَ جون صحيح پڙهڻيون مقرر
ڪرڻ توڙي اوکن لفظن جي معنيٰ لکڻ ۾ سنڌي جي مشهور شاعر نارائڻ
شيام ڪيس گهڻي مدد ڏني آهي. ائين چوڻ ۾ ڪوبہ وڌاءُ نہ ٿيندو تہ اهو
ايڊيشن ٻنهي گڏجي تيار ڪيو آهي. انهيءَ ڇاپي کي تيار ڪرڻ ۾ هري
دلگير ڪان حاصل ڪيل هڪ دستخط کي مکيہ آڌار بڻايو ويو آهي. جيڪو
سن ١٩٣٠ع ۾ لاڙڪاڻي (سنڌ) ۾ لکيو ويو هو. هن ڇاپي ۾ سنت روحل
جا هيٺ ڄاڻايل هندي گرنٿ ۽ ڪلام ڏنل آهن.

(١) شاستر من پربوڌ (٢) شاستر آديت گرنٿ (انيوءُ ۽ آتم درسي
ڪو انگي) (٣) نج مول گرنٿ (۴) شبد (پد) (۵) پندرهن ٿتيان ڪؤ
ويچار (٦) سي حرفي (١-٢) (٧) اڳم وارتا.

روحل فقير جي هندو عقيدتمندن مان معلوم ٿيو آهي تہ هن سنت
جو هيو بہ گهڻو ئي اڻ ڇپيل ڪلام آهي، جيڪو گڏ ڪري هڪ گرنٿ جي
صورت ۾ ڇپائڻ گهرجي. لطف الله بدويءَ پنهنجي ڪتاب "ڪنڊڙي وارن
جو ڪلام" جي مهاڳ ۾ ڄاڻايو آهي تہ وٽس سنت روحل ۽ ڪنڊڙي جي
ٻين فقيرن جو بہ هندي ڪلام موجود هو. اهو هن جدا ڪتاب ۾ ڇپائي
پڌرو ڪرڻ جو ويچار ڪيو آهي، خبر نہ آهي تہ اهو ادبي خزانو ڪيڏانهن
ويو. سنڌ جي عالمن کي گهرجي تہ ڪنڊڙيءَ جي موجوده سنتن سان

سنڌي ڪلام دادو پنٿي مٺن ۽ مندرن ۾ سلامت رکيو ويو هو. سامي ج سنڌي سلوڪ بہ تہ اسان کی اصل ۾ امرتسر مان هٿ آيا آهن. انهيءَ ڪري گهڻي خاطري سان چئي سگهجي ٿو تہ گجرات، راجستان، مڌيہ پرديش (خاص طور تي برهانپور) وغيره علائقن آڳاٽن گرنٿ- پنڊارن ۾ جيڪڏه ويهي جاچ ڪجي تہ قديم ۽ وچين دؤر جي سنڌي ادب جا گهڻيئي لڪل رتن جيڪر ظاهر ٿي پون.

ڪن عالمن سنڌي ادب ۾ هتي ڄاڻايل خال تي ويچار ظاهر ڪندي ائين بہ چيو آهي تہ سنڌي واڻيا گهڻي قدر واپاري جاتي آهن، جن جي زندگيءَ جو مکيہ مقصد آهي پيسو ڪمائڻ. انهيءَ ڪري ادب جي سرجڻ ۾ سندن چاهہ نہ هو، اهوئي سبب آهي جو اسان کي مسلمانن جي حڪومت واري دؤر ۾ ڪنهن بہ سنڌي هندوءَ جون رچنائون نٿيون ملن. انهيءَ دليل ۾ مون کي ڪوبہ وزن نظر نٿو اچي. جيڪڏهن ائين هجي ها تہ سنڌ ۾ سن ١٨٤٣ع ۾ انگريزن جي حڪومت برپا ٿيڻ شرط ئي تعليم ۽ ادب جي کيتر ۾ هندو ليکڪ ۽ شاعر نظر نہ اچن ها. ڪنهن بہ جاتيءَ ۾ ان طرح اوچتو تبديلي نہ ايندي آهي: انهيءَ مان صاف ظاهر آهي تہ سنڌ ۾ انگريزن جي حڪومت برپا ٿيڻ کان اڳ بہ هندو ليکڪ ۽ شاعر چڱي تعداد ۾ موجود هوندا هئا، جن جون رچنائون اسان کي اڃا تائين معلوم نہ ٿي سگهيون آهن.

## روحل فقير جون هنديءَ ۾ رچنائون

روحل جو ڪلام اٽڪل سوءَ کن سال قلمي نسخن ۽ هٿ سان لکيل پوٿين جي صورت ۾ محفوظ رکيو ويو آهي. ڀارت ۾ رهندڙ هن سنت جي مريدن ۽ عقيدتمندن سان ملاقاتن دؤران معلوم ٿيو تہ وٽن سنت روحل جو ڪلام دستخطن جي صورت ۾ موجود آهي، پر انهيءَ جي ڇپائڻ جي ۽ عوام ۾ ڦهلاءُ ڪرڻ جي ڪين منع ڪيل آهي. هن سنت جي ڪلام جو پهريون ڇاپو سن ١٩٠٣ع ۾ گولا سنگهہ پرچارام، "روحل فقير" نالي سان ڇپائي پڌرو ڪيو. انهيءَ ۾ روحل جو ڪجهہ سنڌي ۽ سرائڪيءَ ۾ ڪلام ۽ بہ هندي گرنٿ (شاستر من-پربوڌ ۽ شاستر آڌ ٻُڌي گرنٿ) شايع ڪيل آهن. سن ١٩٦٤ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ، "ڪنڊڙيءَ وارن جو ڪلام" ڪتاب شايع ڪيو آهي، جيڪو لطف الله بدوي مرتب ڪيو آهي. انهيءَ ۾



روحل ۽ مراد فقير جو سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام ڏنل آهي. ٻنهي فقيرن جي هندي ڪلام جا فقط ڪجهہ مثال مهاڳ ۾ ڏنل آهن. ڀارت ۾ سن ١٩٦١ع ۾ "روحل جو ڪلام" نالي سان سنڌي ساهتيہ سمتيءَ، بمبئي مان هڪ ڪتاب شايع ڪيو آهي، جنهن کي ڊاڪٽر رگهومل موٽواڻي مرتب ڪيو آهي. انهيءَ ۾ سنت روحل کي باني" روحل جون ڪجهہ هندي رچنائون ڏنل آهن.

سنت روحل جي هندي ڪلام جو سيني کان بهترين ڇاپو دهليءَ مان سن ١٩٩٠ع ۾ شايع ٿيو آهي. انهيءَ جو ايڊيٽر آهي ڊاڪٽر رميش چندر مشر، جيڪو دهليءَ يونيورسٽيءَ جي راملال آنند ڪاليج ۾ هندي جو پروفيسر آهي. ڪتاب جو نالو آهي "سنڌي ڪوي سنت روحل کي هندي باڻي" ڊاڪٽر مشر هندي ۾ ڀڳتي - شاعري جو ڄاتل سڃاتل ۽ مشهور نقاد آهي. انهيءَ موضوع تي سندس گهڻيئي ڪتاب هندي ۾ شايع ٿيل آهن. روحل جي هندي باڻي جي اڀياس ڪرڻ ۽ انهيءَ جون صحيح پڙهڻيون مقرر ڪرڻ توڙي اوکن لفظن جي معنيٰ لکڻ ۾ سنڌي جي مشهور شاعر نارائڻ شيام کيس گهڻي مدد ڏني آهي. ائين چوڻ ۾ ڪوبہ وڌاءُ نہ ٿيندو تہ اهو ايڊيشن ٻنهي گڏجي تيار ڪيو آهي. انهيءَ ڇاپي کي تيار ڪرڻ ۾ هري دلگير کان حاصل ڪيل هڪ دستخط کي مکيہ آڌار بڻايو ويو آهي، جيڪو سن ١٩٣٠ع ۾ لاڙڪاڻي (سنڌ) ۾ لکيو ويو هو. هن ڇاپي ۾ سنت روحل جا هيٺ ڄاڻايل هندي گرنٿ ۽ ڪلام ڏنل آهن.

(١) شاستر من پربوڌ (٢) شاستر آديت گرنٿ (انيوُ ۽ آتم درسي کو انگي) (٣) نج مول گرنٿ (۴) شبد (پد) (۵) پندرهن ٿتيان ڪوءُ ويچار (٦) سي حرفي (١-٢) (٧) آگم وارتا.

روحل فقير جي هندو عقيدتمندن مان معلوم ٿيو آهي تہ هن سنت جو ٻيو بہ گهڻو ئي اڻ ڇپيل ڪلام آهي، جيڪو گڏ ڪري هڪ گرنٿ جي صورت ۾ ڇپائڻ گهرجي. لطف الله بدويءَ پنهنجي ڪتاب "ڪنڊڙي وارن جو ڪلام" جي مهاڳ ۾ ڄاڻايو آهي تہ وٽس سنت روحل ۽ ڪنڊڙي جي ٻين فقيرن جو بہ هندي ڪلام موجود هو. اهو هن جدا ڪتاب ۾ ڇپائي پڌرو ڪرڻ جو ويچار ڪيو آهي، خبر نہ آهي تہ اهو ادبي خزانو ڪيڏانهن ويو. سنڌ جي عالمن کي گهرجي تہ ڪنڊڙيءَ جي موجوده سنتن سان

ملاقاتون ڪري ۽ اتان جي فقيرن توڙي ڪنڌڙي جي عقيدتمندن کان سمورو ڪلام هٿ ڪري، انهيءَ کي سوڌي سنواري ترتيب ڏيئي ڇپائي پڌرو ڪن.

## روحل جي هندي ڪلام جي جهلڪ

روحل فقير جو جيڪو ڪلام حاصل ٿي سگهيو آهي، انهيءَ جي آڌار تي اهو چئي سگهجي ٿو ته سندس فقط ويهه سيڪڙو کن ڪلام سنڌي ۽ سرائڪي ۾ آهي، باقي اسي سيڪڙو ڪلام هندي ٻولي ۾ آهي. جيئن ته سندس هندي ڪلام جي گهڻن کي ڄاڻ ئي نه آهي، انهيءَ ڪري هتي مختصر طور انهيءَ جي معلومات ڏجي ٿي.

### (١) شاستر من پربوڌ

هيءُ گرنٿ روحل جي مڙني رچنائن ۾ اهم آهي. انهيءَ جو مقصد سنت شاعر جي لفظن ۾ اهو آهي ته آتم گيان ذريعي من کي شڌ (پاڪ) ڪرڻ ۽ انهيءَ کي دنياوي مايا موهه، لوڀ لالچ، اهنڪار وغيره کان هٽائي صحيح راهه تي وٺي وڃڻ. روحل فقير جو هي سڄو ڪتاب من ۽ چت (يعني، سمجهه، ٻڌي، ضمير، ڀلي ٻري جي وچ ۾ فرق ڪرڻ جي قوت) جي وچ ۾ گفتگوءَ واري عبارت ۾ لکيل آهي. انهيءَ ۾ دوها، چوپايون، سوئيا، ڪوت، پد ۽ ٻيا ڇند ڪتب آندل آهن. هيءَ سموري لمبي بياني ڪويتا آهي، جنهن ۾ انسان جي الڳ الڳ ڀاونائن ۽ وڪارن کي ڪردارن جي روپ ۾ پيش ڪيو ويو آهي. ڀڳتي شاعري ۾ هن قسم جون رچنائون تمام ورلي نظر اچن ٿيون.

### (٢) شاستر اديت گرنٿ

هن ڪويتا ۾ به روحل گفتگوءَ واري عبارت استعمال ڪئي آهي ۽ دوها، جهولنا، ڪنڊلي، ڪوت سوئيا وغيره ڇند ڪتب آندا آهن. موجوده صورت ۾ هي رچنا ٻن ڀاڱن ۾ ختم ٿئي ٿي: "انيوُ ڪو انگ" ۽ "آتم درسي ڪو انگ"، پر ڪويتا مان اشارو ملي ٿو ته انهيءَ جو ٽيون ڀاڱو آهي "من جو انگ" ان مان لڳي ٿو ته حاصل ٿيل دستخط اڌورو آهي. هن رچنا جو مکيه مقصد آهي پريم جي مهما سمجهائڻ. سمجهه يا ٻڌي جڏهن پريم جو سهارو وٺي عشق جي خماريءَ ۾ پوريءَ طرح ٻڏي وڃي ٿي تڏهن عام لوڪن کي اهو اديت يعني عجيب تماشو لڳي ٿو. جيتوڻيڪ اهڙيءَ سمجهه پنهنجي پرين سان ملي انهيءَ ۾ پنهنجي الڳ وجود کي ختم ڪري انهيءَ سان هڪ ٿي وڃي ٿي.

روحل اديت گرنٿ منهه، اُلٽي وچن انيڪ.
سمجهيگا ڪو سنت جن، جان گهٽ ڪليا وويڪ.
جان گهٽ ڪليا وويڪ، سنو وانکي گني نياري.
پيا پيالا پريم، چڙهيا تنهه عشق خماري.
گيان ڪلا ۾ الٽ سلٽ، جاءِ مليو جب ايڪ.
روحل اديت گرنٿ منهه، الٽي وچن انيڪ.

وويڪ يا اهڙي سمجهه پيدا ٿيڻ جي سبب ڪان وڏيڪ سچائپ اها آهي ته ان جي سامهون انسان جا پيدا ڪيل فرق ۽ سنڌا سڀ غائب ٿي ٿا وڃن:

نا ڪڇ اونچ نه نيچ هئه. سڀ ڪر ناجو ايڪ.
روحل سوجهي تب پڙي، جب ڪليءِ وچار وويڪ.

اهڙي آتم گيانيءَ کي پوءِ هر هنڌ انهيءَ اتم تت جي وجود جو احساس ٿئي ٿو:-

باهر انتر ايڪ هئه. پنڊ برمهنڊ منهه باس.
سرو-وياپي آتما. جيون گهٽ مانهه آڪاس.

### (٣) نج مول گرنٿ

هن گرنٿ ۾ روحل فقير سمجهايو آهي ته ڪهڙي طرح خالق جي من ۾ ايڪ مان انيڪ ٿيڻ جي خواهش پيدا ٿي ۽ هن سرشتيءَ جو سرجڻ ڪيو. گرنٿ ۾ دوها ۽ چوپايو ڇند ڪتب آندل آهن. ڪائنات جي سرجڻ تي روشني وجهندي شاعر دين ۽ دنيا ۾ نظر ايندڙ ٻونگ، پاکنڊ ۽ ڪُرسمن جي مخالفت ڪندي صحيح واٽ اپنائڻ جو سنديش ڏنو آهي.

### (۴) شبديه (پد)

نرگڻ-نراڪار سرجڻهار ۾ پورڻ وشواس ظاهر ڪندي روحل فقير

هنن گيتن ۾ پريم ۽ ورهه جي ڀاونائن جو تمام سهڻي ۽ شاعرائي عبارت ۾ ذڪر ڪيو آهي. انهن گيتن ۾ هنديءَ جي سنتن جي شاعرائيءَ روايت کي اپنائي هولي، بسنت، ڦاڳ، وغيره ڏڻن جون علامتون ڪٽي شرنگار رس پيدا ڪيو ويو آهي جيئن ته:

(ٺل). ميري هردي ڦوليئو ورهه باگ
شيام سندري کيلي ڦاگ

انترا:- سير صراحي رام رس پايا. پيوت پريم بسر گئي ڪايا.
امر پيالا پيئا چاڻ. ڪبهون نه لاڳي جم ڪو باڻ.
تنت تال ڏن انهد باجا. پانچ سکي مل ناچن لاگا.
الٽ سلٽ جب ملت ايڪ. ڀوڻ گيئو سڀ پرم پيڪ.
چوٽي اميرس کي پچڪاري. ڀيج رهي پيا سنگ پياري،
برست بوند ابير گلال. اندر باهر ديکيا لال.
ٻڙا پسارا ايڪ مول. چوراسي لڪ لاگا ڦول.
من ڀوئنرا تنهه ڪري گنجار. جنهه ليا نه تنت سار.

سيوڳ:- گيان-ديپ گهٽ پيو پرڪاس. رئن انڌيرو سڪل سوناس
ڪر ڪرپا ائسا دينو سنگ. روحل آهي نسي راتو رنگ.

(۲) ٺل:-

هري سنگهه کيلون مٿن هوري هوري، آج بسنت کي رت آئي،
تيل ڦليل لگاءِ سکي ري، ڦرا انگه لاج کي چوري چوري.

سر ڪماڪي چوڙي سجائي

اگر چندن پرمل ڪستوري، گهس گهس پريئي ڪٽوري ڪٽوري

تلڪ مانگه سندور چڊائي

ڀاو ديا کا ڀوڪن پريا. ناڪ نٿ موتن جوري جوري،

گيان - انجن کي ريکه لگائي،

پريم ڪيسر جل ڀر پچڪاري، کيلي شيام ڪشور ڪشوري،

برهه گلال لگي ڀوٽ اڙائي

روحل رل مل شيام سندري، هرک هيت ڪيتوري ڪيوري
رسنا رت ونت ڦاگه رچائي

(۳) ٺل لاگي پريت پيا جي سون، اوڙ بات سڀ ڀولي.
انتي ڪو ڪوچ کهيو نهين جاوي، سيج بني پر سولي.

انترا دنيا همارا درد نه جاني. بيدردي ڪيا بوجهي ري.
لاگو گهاو جان کي گهٽ مانهي. پيڙ اُسي ڪون سوجهي ري
ورهه ويراڳه دل پيتر جاگيو. ائسي لگن لگائي ري
ڀوڙ گيو هٿ تن من ميرو جنهه ڏي خبر نه پائي ري
ڪون هواءِ هم ڪون هيريو. گيب کي مانهه گلتانا
ديکون ديکه ديکن ۾ نه آوي. هوءِ رهيا هيرانا
جگه جنجال، گيو مٽ ميرو. رهي نه ڪل کي آسا
ايڪا ايڪ نام کي هٿ آسا. روحل رهنت پياسا
چوٽي اميرس کي پچڪاري. ڀيج رهي پيا سنگ پياري
برست بوند ا بيرگلال. اندر باهر ديکيا لال
ٻڙا پسارا ايڪ مول. چوراسي لک لاگا ڦول
من - ڀوئنرا تنهه ڪري گنجار. جنهه ليا نج تنت سار
گيان- ديپ گهٽ پيو پرڪاس رئن انڌيرو سڪل سو ناس
ڪر ڪرپا ائسا دينو سنگ. روحل آهي نسي راتو رنگ

(۳) ٺل لاگي پريت پيا جي سون اوڙ بات سڀ ڀولي،
انتي ڪو ڪوچ کهيو نهين جاوي، سيج بني پر سولي.

انترا دنيا همارا درد نه جاني، بيدردي ڪيا بوجهي ري
لاگو گهاو جان کي گهٽ مانهي، پيڙ اُسي ڪون سوجهري
ورهه ويراڳه دل پيتر جاگيو. ائسي لگن لگائي ري
ڀوڙ گيو هٿ تن من ميرو. جنهه ڏي خبر نه پائي ري
ڪون هواءِ هم ڪون هيريو. گيب کي مانهه گلتانا.
ديکون ديکه ديکن ۾ نه آوي. هوءِ رهيا هيرانا
جگه جنجال گيو مٽ ميرو رهي نه ڪل کي آسا
ايڪا ايڪ نام کي هٿ آسا. روحل رهنت پياسا.

